# ڏهين صديءَ جو علمي ۽ ادبي جائزو

ڊاڪٽر عبدالله کوسو*
خيرالنساء**

ABSTRACT:

The foreign invaders have come to occupy Sindh always time to time. There is no instance in the history that any one belonging to Sindh soil has invaded on any country of the world. Many religions and cultures erupted on the other soil, and flourished on the soil of Sindh. The people of this soil have shown their hospitality, generously and respects for all the human being but in return they have got atrocity, brutality and unkind response from these foreign invaders. The people of Sindh have got their Sufi nature. The 10th century of Hijra was the country of foreign invaders who occupied Sindh made the Sindh in the chains of slavery and detritus. The mind, thoughts, education, culture and history of Sindh. The 10th year of Hijra proved be the worse. And full of ups and downs of the history of Sindh.

KEYWORDS:

علمي جائزو، مخدوم هاشم ٺٽوي، سنڌ جا رهاڪو، ٻاهر کان آيل

مخدوم جعفر جي هڪ تحرير مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پنهنجي ڪتاب "بياض هاشمي" ۾ آندي آهي تہ: "رسول الله صلي الله عليه وسلم جن پنهنجن اصحابين کي سنڌ وارن ڏانهن هڪ خط موڪليو. جڏهن اهي سنڌ جي هڪ شهر "نيرون ڪوٽ" هاڻوڪي حيدرآباد سنڌ ۾ خط کڻي پهتا تہ اتي ڪن ماڻهن اسلام آندو ۽ پوءِ بہ صحابي سڳورا سنڌي ميزبانن کي ساڻ ڪري موٽي ويا ۽ ٻي اصحاب سڳورا هتي سنڌ ۾ رهي پيا. ڪيترن ئي سنڌين اسلام آندو. صحابي سڳورا سندس پچا تي اسلام سيکاريندا رهيا ۽ اتي نيرون ڪوٽ ۾ وفات ڪري ويا. انهن جو قبرون بہ اتي ئي آهن. (١)

* پرنسپال گورنمينٽ بلديہ ڪاليج ڪراچي برقي پتو: abkhoso98@hotmail.com
** پي ايچ ڊي ريسرچ اسڪالر ،سنڌ يونيوسٽي، برقي پتو: khairunnisa84@gmail.com

ان روايت ۾ اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته سنڌ ۾ اسلام جو پيغام محمد بن قاسم کان گهڻو اڳ خود رسول الله صلي الله عليه وسلّم جن جي دور مبارڪ ۾ پهچي چڪو هو. ان جي روايت اگرچه ڪانه ملي، پر انجي تائيد تاريخ ۽ رجال جي بين ڪتابن مان ٿئي ٿي جن ورق گردانيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪيترائي صحابه ڪرام هتي سنڌ ۾ آيا آهن، جن مان ڪافي هت دفن ٿيل آهن. مشهور مؤرخ قاضي اطهر مبارڪ پوري جي تحقيق مطابق اهڙن ١٧ صحابين جا نالا مليا آهن، جيڪي سنڌ ۾ آيا آهن جيڪي هي آهن:

(١)عثمان بن ابي العاص الثقفي رضي الله عنه (ت ٥١ هجري)(٢)حڪم بن ابي العاص الثقفي رضي الله عنه (وفات بعد از ٤٥ هجري)(٣)حضرت ربيع بن زياد حارثي رضي الله عنه (ت ٥٣ هجري)(٤)حضرت حڪم بن عمرو ثعلبي رضي الله عنه (ت ٥٠ هجري)(٥)حضرت صحار بن عباس عبدي رضي الله عنه (ت ٤٠ هجري)(٦)حضرت عبدالله بن عمير اشجعي رضي الله عنه (٧)حضرت عبيدالله بن معمر تميمي رضي الله عنه (ت ٢٩ هجري)(٨)حضرت مشاجع بن مسعود سلمي رضي الله عنه (ت ٣٦ هجري)(٩)حضرت عبدالرحمان بن سمره قرشي رضي الله عنه (ت ١٢ هجري)(١٠)حضرت سنان بن سلمه هذلي رضي الله عنه (١١)حضرت سهيل بن عدي انصاري رضي الله عنه(١٢)حضرت عاصم بن عمرو تميمي رضي الله عنه (ت بعد _ از ١٥ هجري)(١٣)حضرت عبدالله بن عبدالله بن عتبان انصاري رضي الله عنه(١٣)حضرت مغيره بن ابي العاص ثقفي رضي الله عنه (١٤)حضرت منذر بن الجارود عبدي (ت ٦٢ هجري)(١٥)حضرت عمر بن عثمان بن سعد رضي الله عنه (١٦)حضرت خِرّيت بن راشد سامي رضي الله عنه (ت ٣٩ هجري) (٢)

حافظ ابن ڪثير، پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "البداية والنهاية" ۾ محمد بن قاسم جي فتوحا ت جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته:رضي الله عنه

و قبل ذلڪ قد کان الصحابة في زمن عمر و عثمان فتحوا غالب هذه النواحي و دخلوا في مبانيها، بعد هذه الاقاليم الڪبار مثل الشام و مصر والعراق واليمن واوائل بلاد الترڪ ودخلوا الي ماوراء النهر واوائل بلاد المغرب واوائل بلاد الهند. (٣)

[۽ انهيءَ کان اڳ ۾ اصحاب ڪرام، حضرت عمر ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه جي دور خلافت ۾ شام، مصر، عراق، يمن، ترڪمانستان جي علائقن فتح ڪرڻ کان اڳ ۾ (هند ۽ سنڌ جي) اڪثر علائقن کي فتح ڪيو هو ۽ ماوراء النهر، مغرب ۽ هندستان جي اوائلي علائقن ۾ وڃي پهتا.]محمد بن قاسم ثقفي جڏهن ٩١ هجري ۾ سنڌ

فتح ڪئي تہ هت باقاعده ديني درسگاهون جڙي ويون. جن ۾ قال الله ۽ قال الرسول صلي الله عليه وسلّم جون صدائون بلند ٿيڻ لڳيون. ڪيترا ٻاهريان علم جا اجارا, پنهنجي علمي اڃ اجهائڻ لاءِ سنڌ ۾ اچڻ لڳا, تہ ڪي سنڌ جا رهاڪو طالب العلم, عربستان وڃي ڪري حديث, فقہ ۽ ادب حاصل ڪرڻ لڳا.ڪيترن ئي ٻاهرين عالمن, سنڌ جي سرزمين ۾ جڏهن پير پاتو سنڌين جو قرب ۽ مهمان نوازي ڏٺي, پيار ۽ پاٻوهہ پسيو تہ هو هت ئي رهي پيا ۽ سنڌ کي پنهنجو وطن سمجهي علم و ادب جي خدمت ڪرڻ لڳا. سنڌ جي مردم خيز خطي ۾ اها صلاحيت منڍ کان ئي موجود آهي تہ ٻاهران ايندڙ ماڻهن کي پنهنجي ثقافت ۾ جذب ڪري ڇڏيندي آهي. اُهي شخص پنهنجون رسمون ۽ رواج وساري, سنڌ جي تهذيب ۽ ڪلچر کي سيني سان لائي, صفا سنڌي بڻجي ويندا آهن.

اهڙن ماڻهن ۾ خاندانن جا خاندان شامل آهن. مثلاً: سادات, عباسي, پنهور ۽ ٿهيم وغيره. مخدوم ٻوبڪائي جا وڏا بہ اهڙي ريت عربستان کان حلب ۽ حلب کان ٿيندا سنڌ ۾ پهتا ۽ ٻوبڪن جا اچي وڻ وسايائون. (۴)چوٿين صدي هجري تائين, جيستائين سنڌ تي عربن جي حڪومت رهي, سنڌ جي عالمن جا تذڪرا تاريخي ڪتابن جي زينت بڻيل آهن. ان کان پوءِ ناممڪن آهي تہ سنڌ جي سرزمين اهڙن عالمن, محدثن, مفسرن, مؤرخن, نحوين, صوفين ۽ منطقين جي وجود کان بلڪل خالي ٿي وئي هجي, ضرور اهڙيون عظيم شخصيتون هن ڌرتي تي موجود هونديون, پر افسوس جو سواءِ چند عالمن ۽ اديبن جي اڪثر سنڌي علماء جي تذڪرن کان تاريخ جا ورق خاموش آهن. اها سنڌي قوم جي بيحسي چئجي يا ان کي ڪسر نفسي سان تعبير ڪجي, ڇوتہ اسان اڄ بہ سنڌي عالمن جي مخطوطات کي جڏهن مطالعو ڪندا آهيون تہ گهڻو ڪري ڪتابن جي مصنف جو نالو نظر نہ ايندو ۽ جيڪڏهن هوندو تہ تاريخ لکيل ڪانہ هوندي آهي.قاضي اطهر مبارڪ پوريءَ جنهن مختلف وکريل ورقن مان, تاريخ ۽ تذڪره جي ڪتابن مان, ماکيءَ جي مک وانگر, سنڌ ۽ هند جي علماء جا تذڪرا نچوڙي "رجال السند والهند" ۾ جمع ڪيا, پر اهي بہ صرف ستين صدي هجري تائين. باقي جي حالت بابت تمام گهٽ ٿو ملي.اها ڏهين صدي, هجري ئي تہ هئي , جنهن ۾ هڪ پاسي هالن اندر مخدوم نوح رحمة الله عليه جن فيض پئي ڏنو تہ ٻئي طرف ٻوبڪن ۾ مخدوم ميران ۽ ان جي وفات کان پوءِ سندس لائق فرزند مخدوم جعفر ٻوبڪائي, علم جا وڏ پئي ورهايا. ٺٽيءِ جي مخدوم بلاول محدث جي شهادت کان پوءِ سندس علمي تحريڪ جو فيض يافتہ قاضي ڏتو سيوهاڻي, سيوهڻ ۾ علم ۽ ادب جي دونهين دکايو ويٺو هو جتي وقت جو بادشاهہ بہ

سندس آڏو گوڏا کوڙي، علم حاصل ڪرڻ کي پنهنجي لاءِ فخر پئي سمجهيو. ٻئي طرف هنگورجن ۾ هاڪارو عالم دين مخدوم محمد عباس پاٽائي، علمي فيض پئي پرتيو ته راهوٽ (ٺٽو) ۾ علام صدرالدين راهوتي ۽ سندس خلف رشيد ضياءالدين راهوتي ۽ درٻيلي ۾ مخدوم عثمان درٻيليءَ ۽ سندس لائق فرزند مخدوم عبداللطيف درٻيليءَ، تعليمي رهبري پئي ڪئي. ڏهين صدي هجري، سنڌ وارن جي لاءِ جيتوڻيڪ سياسي ۽ سماجي ڏقيڙ، ڏارين جي ڏاڍ ۽ جبر جو نياپو کڻي آئي، ڄام نظام الدين سمون عرف ڄام ننڊو جو عدل ۽ امن وارو دور ٩١٤ هجري ۾ پڄاڻيءَ کي پهتو. سنڌ تي ارغونن ۽ ترخانن جو تسلط ٿي ويو. سنڌي ماڻهو ظلم ۽ ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پيڙجڻ لڳا، بدامني عام ٿي وئي، ڦرلٽ جي بازار گرم ٿي وئي، ڌارين سنڌ کي جاگيرن ۾ ورهائي ڪنيو. وطن جا اصل رهواسي ڌسندي رهجي ويا ۽ ملڪ ۾ ڏڪر ۽ ڪال ڪاهي پيو.

پر عجب آهي ته اها ئي صدي سنڌ وارن لاءِ علم و ادب جي باري ۾ سون جي کاڻ وانگر ذخيرو ثابت ٿي. اگرچه ڪيترا سنڌي خاندان، انهن تشويشناڪ ۽ پريشان ڪن حالات ۽ معاشي بدحالي کي ڏسي ڪري، سنڌ کان عربستان، گجرات ۽ هندوستان لڏي ويا ۽ پنهنجا علمي جوهر اتي وڃي ڏيکاريا ۽ پنهنجي فن جو ڏاڪو ڄمايو. پر ڪيترا علماء باوجود ظلم ۽ قهري ڪاروائين جي سنڌ اندر رهي پيا ۽ پنهنجي علم سان سنڌ جي آبياري ڪندا رهيا. مدرسن اندر درس جا حلقا قائم رهيا. جن ۾ قبضو ڪندڙ قوم جي اڳواڻن به علم حاصل ڪيو. وري سون تي سهاڳو هي ٿيو جو هرات ۾ شاهه حسين بايقراي جهڙي علم پرور بادشاهه جي وفات ۽ ايران ۾ شاهه اسماعيل جي تسلط سبب پيدا ٿيل بدامنيءَ  جي ڪري ۽ ڪجهه مذهبي اختلافن ڪري اتان جا علماء، سنڌ کي امن جو گهوارو سمجهي ڪري، (جوته هت سنڌ ۾ به سندن ئي پائي بندا مغل، ارغون حڪمران اچي ٻٽيا هئا) خاندانن جا خاندان لڏي اچي سنڌ ۾ رهيا. بکر، ٺٽي، ڳاهن، اچ ۽ ٻين شهرن ۾ ديني درسگاهه قائم ڪري، پنهنجي علم مان هتان جي رهواسين کي فيضياب ڪندا رهيا ته ڪي وري سنڌ اندر اڳ ئي قائم ٿيل درسگاهن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لڳا.محمد بن ابي الحسن محمد البڪري (متوفي ٩٩٣ هجري)، علي بن حسام الدين متقي برهانپوري، (متوفي ٩٧٥ هجري)، امام مدينه شيخ عبدالقادر، علامه محمد بن طاهر پٽني (٩٨٦ هجري)، جهڙن جڳ مشهور علمي ستارن وٽان فيض پرائي، سنڌ ۾ موٽي پنهنجي پيءُ جي پڳ اچي سنڀاليائين ۽ درس و تدريس، وعظ و تبليغ، علم و عرفان، معرفت و طريقت سان گڏ، تصنيف و تاليف ۾ اهي اهم ڪارناما سر انجام ڏنا، جن جي

وصف ۽ ڪمال جي اظهار لاءِ دفتر درڪار آهن. اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ علماء سڳورا ڪنهن هڪ علم ۾ يا وڌ ۾ وڌ ٽن علمن ۾ مهارت رکندا آهن، ٻيا علوم ڪين سطحي طور حاصل هوندا آهن، پر مخدوم جعفر گهڻ رخو عالم، اديب ۽ وقت جو ڏاهو هو جيڪو هڪ ئي وقت تفسير، حديث، فقہ، اصول فقہ، تصوف، عقائد، اصول تعليم، صرف، نحو، منطق، عروض، قافيہ، بيان، بديع، معاني، نجوم، حڪمت، رمل ۽ جعفر جو پڻ وڏو ڄاڻو هو ۽ انهن ڪمن ۾ مهارت رکندو هو. مخدوم جعفر بوبڪائي، انهن علمن مان نہ صرف وقت ايندڙ طالبائن ۽ عالمن کي فيضياب ڪندو رهيو بلڪ انهن علمن ۽ فنن اندر لازوال تصنيفون جوڙي ڪتاب تيار ڪري اسان جهڙن ٤٠٠ سالن بعد ۾ ايندڙ سنڌ واسين بلڪ دنيا واسين کي بہ فيض پهچائي ويو.

## ڏهين صدي جو سياسي پس منظر

ڏهين صدي ، سنڌ لاءِ ڌارين جي تسلط، زور زبردستي جي صدي هئي، جنهن ڪري ٻن اڍائي صدين تائين سنڌ غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙيل رهي، پراون جي غير شريفانہ سلوڪ ڪري سنڌي عوام جي ذهن، فڪر، حوصلن ۽ همت کي وڏو نقصان رسايو. ٻاهرين ماڻهن جي آمد تي، سنڌ جو امن تباهہ ٿيو.

البتہ علمي ۽ ادبي اعتبار سان ڏهين صدي بخت واري ثابت ٿي. ان صديءَ کان اڳ جون علمي ڪاوشون بلڪل نہ ٿيون ملن، جيتوڻيڪ ڪيترا سنڌي عالم سڳورا، ڏڦيڙ ۽ بدامني ڪري هتان لڏي گجرات، هندوستان ۽ عربستان هليا ويا، پر هت رهي پيل عالمن، علمي ميدان ۾ ڌارين جو مقابلو ڪيو ۽ علمي جواهر پارا ورثي ۾ ڇڏي ويا. ان سان گڏ ٻاهريان عالم بہ هت آيا ۽ علم جي پالوٽ ڪرڻ لڳا، جنهن سان علمي ۽ ادبي ڪمن جي وڏيڪ ترقي ٿي.

انهيءَ صديءَ جي ابتداء ۾ محمد مهدي جونپوري سنڌ ۾ آيو ، مهدوي تحريڪ جو زور پڪڙيو پر بلالي تحريڪ کيس سامهون آئي، جيتوڻيڪ ڪجهہ عالم مهدوي تحريڪ کان متاثر ٿيا، پر محمد جونپوري مجبور ٿي سنڌ ڇڏي ويو. هوڏانهن سهروردي ۽ شطاري طريقي ترقي ورتي.ڏهين صدي جي سنڌ جي سياسي تاريخي صورتحال بابت آخر ۾ "محاصل" طور سنڌ جي عظيم مؤرخ سيد حسام الدين راشدي جو لکيل ٽڪرو هت نقل ڪرڻ مناسب لڳي ٿو جيڪو هن مير محمد بکري جي حالات بيان ڪندي لکيو آهي، پاڻ لکي ٿو: ڏهين صدي هجري، سنڌ لاءِ ڌارين جي تسلط زور زبردستيءَ ۽ تمام ڏڇي جي صدي هئي، جنهن بعد اڍائي سؤ ورهين تائين سنڌ غلاميءَ جي زنجيرن کي ٽوڙي ڪانہ

سگهي ۽ انهن اڍائي صدين جي مايوسيءَ ۽ پروان جي غير شريفانہ سلوڪ, سنڌي عوام جي ذهن, فڪر, حوصلن ۽ همت کي ايترو تہ ڇيهو رسايو جنهن جا اثرات اڄ تائين مختلف صورتن ۾ سندن مزاج ۽ طبيعت تي اثر انداز رهندا اچن ٿا.

ارغونن جي استبدادي حڪومت, ترخانن جي زور زبردستي, ميرزا باقي ترخان ۽ محمود بکريءَ جي ظالمانہ گرفت, ازانسواءِ خراسان مان لاتعداد مفرور اميرن, صاحب اختيار ۽ اقتدار پناهگيرن جي آمد, سنڌ جهڙي ننڍڙي, امن پسند ۽ مانيٽي سياءَ واري ملڪ لاءِ, در حقيقت هڪ عذاب, قهر ۽ خدائي ڪوپ هو, جيڪو هتان جي گهرو جهيڙن جي نتيجي ۾, قدرت طرفان سزار طور نازل ٿيو جنهن جو نتيجو اجتماعي خواه انفرادي طرح سموريءَ سنڌ کي ڀوڳڻو پيو. ملڪ جا سيئي قلعا, وسنديءَ وارا واهڻ ۽ وستيون, مال, ملڪيتون, مطلب تہ سڄو ارڪو ترڪو ڌارين جي قبضي ۾ اچي ويو, جن جي نہ ٻولي سمجهہ ۾ ٿي آئي ۽ نہ سندن اٿڻ ويهڻ, چال چلت ۽ رهڻي ڪهڻيءَ مان هتان جي ماڻهن کي ڄاڻ ۽ سڃاڻ هئي. هندي مغلن جي قبضي جون حالتون ڏسندي اسان جي قومي شاعر شاهہ لطيف, جيڪو هڪ صدي پوءِ هيٺين چند بيتن ۾ فرمايو سو حقيقت ۾ انهيءَ سڄي صورتحال جو مجمل تفسير ڇئي سگهي ٿو جيڪو ارغونن کان وٺي سندن جانشين هندي مغلن جي تسلط تائين سنڌ اندر وهيو ۽ واپريو هو.

ڀَـــيم ڀنـــاڻن ســـين, ٻـــولي جـــي نَـــہ ٻُجهـــن
آءُ ســـنڌيءَ جـــو سَـــعيو ڪريـــان, هـــو پارســـيون پُڇـــن
مـــون ڀـــڻ مُلاتـــن, سَـــرتيون سُـــور پرائيـــو.

***

برو فازان بات جنهين جي, ٿانگو رَوان ٿيشي
ڏين پارسيون پاڻ ۾, ايزا بليشي
ليڙا رات لطيف چئي, نيائون نَيشي
پنهون پرويشي ڪَڄ پيادَن پنڌ ۾.

***

برو بگيرد, بام بليخا, مون نہ پروڙي مامَ
ٿو دئي, ٿو مان, خستگان ڇُليي ڇپر لامَ
آچي پئي تنهين سامَ دُراه! دُراه! ڪن جي.

هيٺين بيت ۾ شاهہ صاحب انهن پارسي واڻن جي ڪيل ويڌن جو بيان ڪيو آهي:

بروبگيرد جي، تا ڏين پارسيون پاڻ ۾
مون لوڏان ئي لِکيا، تہ هاجيون ڪندا هي
مارِيندا مون کي، پنهون نيندا پاڻ سين.

انهن ”برو بگيرد وارن“ ڀهراڙيءَ جون زمينون، جن تي سنڌ جي غريب عوام جي گذر بسر جو دارومدار هو، ناني ويڙهو ٿاهي، پاڻ ورهائي ڪنيون، ڪن جي نالي تي جاگيرون ٿيون، ڪن خالصن جي صورت ۾ ورتيون، ڪن وظيفي ۽ چراغيءَ جو نالو ڏئي قبضي ڪيون. ملڪ جي اصل مالڪن کي نظر انداز ڪري سيئي اعليٰ عهدا بہ پاڻ ۾ ورهائي ورتائون. گويا سنڌ جي قسمت ۽ ثروت جون واڳون مڪمل طرح انهن ٻاهرين جي هٿن ۾ اچي ويون ۽ سنڌين ويٺي فقط قدرت جو تماشو ڏٺو ۽ پنهنجي بدبختيءَ تي روئڻو ٿي رنو. (٥)

## ڏهين صدي هجري (١٦ هين صدي عيسوي) جي سياسي ۽ تاريخي صورتحال جو اجمالي نقشو

| هجري | ميلادي | واقعات |
|---|---|---|
| ٩١٢هہ | ١٥٠٦ع | شاهہ بيگ طرفان سندس پاءُ سلطان محمد جو سنڌ تي حملو ڪرڻ ۽ سندس موت ۽ شڪست. |
| ٩١٤هہ | ١٥٠٨ع | ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو، واليءَ سنڌ جي وفات |
| ٩١٨هہ | ١٥١٢ع | بابر بادشاهہ جي قنڌار تي پهرئين چڙهائي ۽ اوچتو بيمار ٿي پوڻ ۽ صلح ڪري واپس ورڻ. |
| ٩٢٠هہ | ١٥١٣ع | شاهہ بيگ جي ماڻهن جو سنڌ تي حملو ۽ ڦرلٽ. |
| ٩٢١هہ | ١٥١٥ع | بابر بادشاهہ جي قنڌار تي ٻي ڪاهہ ڪرڻ ۽ صلح ڪري واپس ڪابل ورڻ. |
| ٩٢٢هہ | ١٥١٦ع | بابر بادشاهہ جو قنڌار تي ٽيون حملو ۽ قلعي جو گهيراءُ. مرزا شاهہ بيگ جو قنڌار تان هميشہ لاءِ دستبردار ٿيڻ ۽ شال ۽ سيوي بلوچستان هٿ ڪرڻ. |
| ٩٢٤هہ | ١٥١٨ع | مدينہ ماڇياڻي (فيروز ڄام جي والده) جي دعوت تي (ٻي روايت موجب مير قاسم ڪيبڪيءَ جي هرڪائڻ تي) شاهہ بيگ جي سنڌ مٿان ڪاهہ ڪرڻ جي تياري |
| هجري | ميلادي | واقعات |

| | | |
|---|---|---|
| ۹۲۷هه | ۱۵۲۰ع | شاهه بيگ جي ٺٽي تي ڪاهه. ڄام فيروز طرفان دولهه دريا خان جو شاهه بيگ کي بهادريءَ سان سامهون ٿيڻ ۽ شهيد ٿيڻ. ڄام جي شڪست. شاهه بيگ جي فتح. ٺلٽيءَ جي جنگ. شاهه بيگ جي سوڀ. مخدوم بلاول وارن جي شڪست. ڄام فيروز طرفان آڻ مڃڻ ۽ ٻيهر ٺٽي جي بادشاهي ماڻڻ ۽ سنڌ جي ٻن حصن ۾ تقسيم. ڄام صلاح الدين جو ٺٽي تي حملو ۽ شاهه بيگ طرفان ڄام فيروز جي مدد ۽ صلاح الدين جو قتل ۽ شڪست. |
| ۹۲۸هه | ۱۵۲۱ع | شاهه بيگ جي وفات ۽ مرزا شاهه حسن جي تاجپوشي. |
| ۹۳۰هه | ۱۵۲۳ع | ارغونن سان ڄام فيروز جو آخري مقابلو. ڄام جي شڪست ۽ ارغونن جي سڄي سنڌ تي قبضو. ڄام فيروز جو گجرات ڏانهن ڀڄ ۽ سمن جي حڪومت جو خاتمو ۽ مخدوم جعفر بوبڪائي جي پيدائش. |
| ۹۳۱هه | ۱۵۲۴ع | مرزا شاهه حسن جي، ملتان فتح ڪرڻ جي ارادي سان. بکر مان روانگي. اُچ شهر تي قبضو ڏراور جي فتح ۽ آخر ملتان جي قلعي وٽ پهچڻ ۽ ملتان جي حڪمران محمود لانگاهه سان جنگ ۽ محمود بادشاهه جي وفات ۽ سندس پٽ سلطان حسين شاهه جي تخت نشيني. |
| ۹۳۲هه | ۱۵۲۵ع | ملتان جي سلطان حسين شاهه جي هار ۽ شاهه حسن ارغون جي جيت. ملتان شهر ۾ لٽ مار ۽ آخر ۾ صلحنامو. |
| ۹۳۲هه | ۱۹۲۶ع | بابر بادشاهه جو ابراهيم لوڌيءَ کي پاڻيپٽ جي ميدان ۾ شڪست ڏيئي دهلي ۽ آگرو فتح ڪري، هندوستان ۾ مغليه سلطنت جو پايو وجهڻ. |
| ۹۳۳هه | ۱۵۲۷ع | شاهه حسن مرزا جو ملتان تي ٻيهر حملو قتل عام ۽ ڦرلٽ. خواجه شمس الدين کي گونر مقرر ڪري واپس بکر اچڻ ۽ ملتان نذرانه طور بابر کي پيش ڪرڻ. مرزا شاهه حسن جو اوچتو ٺٽي ۾ اچڻ. ڪنگهار کي شڪست ۽ شاهه حسن جي ٺٽي واپسي. |

| | | |
|---|---|---|
| ٩٣٧هه | ١٥٣٠ع | ظهيرالدين بابرجي وفات، نصيرالدين همايون جي تخت نشيني، پنجاب صوبو سندس ڀاءُ ڪامران جي حوالي ٿيڻ. |
| ٩٤٢هه | ١٥٣٥ع | مرزا شاهه حسن جو شير شاهه سوريءَ کان شڪست کائي سنڌ ۾ اچڻ. |
| هجري | ميلادي | واقعات |
| ٩٤٧هه | ١٥٤٠ع | همايون بادشاهه جي سيوهڻ تي چڙهائي ۽ پسپائي. همايون بادشاهه پنهنجي ڀاءُ جي وزير شيخ علي اڪبر جي نياڻي حميده بانو سان شادي ڪرڻ. |
| ٩٤٩هه | ١٥٤٢ع | همايون بادشاهه جو جوڌپور ۽ جيسلمير ڏانهن روانو ٿيڻ. اتان وري عمرڪوٽ اچڻ، اڪبر (بادشاهه) جو جنم. مخدوم جعفر جي والد، مخدوم ميران جي وفات _____ همايون ۽ شاهه حسن ارغون جي فوجن جون چڪريون. ٻنوري جي جنگ ۾ همايون جي فوج جي شڪست ۽ همايون جو سنڌ کان نراس ٿيڻ. |
| ٩٥٠هه | ١٥٤٣ع | همايون ۽ شاهه حسن جو صلح. همايون جو سنڌ کي ڇڏڻ ۽ قنڌار روانو ٿيڻ ۽ ارغونن جو خوش ٿيڻ. |
| ٩٥٠هه | ١٥٤٣ع | بخشو لانگاهه ملتانيءَ جو بکر جي قلعي تي حملو ۽ پسپائي. |
| ٩٦٠هه | ١٥٥٢ع | مرزا شاهه حسن جو فالج ۾ مبتلا ٿيڻ ۽ ٺٽي جي اربابي عربي ڳاهي جي حوالي ۽ رعيت جي ٻي سار سنڀال اسماعيل ٻناريءَ جي حوالي ڪرڻ |
| ٩٦١هه | ١٥٥٣ع | مرزا حسن ارغون جو بکر وڃڻ. |
| ٩٦٢هه | ١٥٥٤ع | ٺٽي جي ارغونن ۽ ترخانن جو مرزا عيسيٰ ترخان کي بادشاهه بڻائڻ ۽ مرزا حسن ارغون کان ڦري وڃڻ ۽ سلطان محمود بکريءَ جو شاهه حسن ارغون طرفان، مرزا عيسيٰ سان ٽڪرجڻ، وري صلح ڪرڻ ۽ سنڌ کي ٻن حصن ۾ ورهائي حڪومت ڪرڻ جو ٺاهه. مرزا شاهه حسن ارغون جي وفات ۽ ٺٽي تي مرزا عيسيٰ خان ترخان جي تخت نشيني. |
| ٩٦٣هه | ١٥٥٥ع | مرزا عيسيٰ جي بکر تي ڪاهه، پويان ٺٽي شهر جو |

| | | |
|---|---|---|
| | | پورچوگيزن هٿان لٽجڻ ۽ ساڙجڻ ۽ مرزا عيسيٰ جو پوئتي موٽڻ. سلطان محمود جو پوبان ڪاهي اچڻ، وري صلح ٿيڻ. |
| ٩٦٧هه | ١٥٥٩ع | مرزا عيسيٰ جي پٽن مرزا محمد باقي ۽ مرزا محمد صالح جو پاڻ ۾ جنگ ڪرڻ ۽ مرزا باقي جو بچي وڃڻ. |
| ٩٧٠هه | ١٥٦٢ع | مرزا محمد صالح جو هڪ بلوچ هٿان قتل ٿيڻ ۽ مرزا باقي جو پيءُ وٽ اچڻ. |
| هجري | ميلادي | واقعات |
| ٩٧٤هه | ١٥٦٦ع | مرزا عيسيٰ ترخان جي وفات ۽ مرزا محمد باقي جو تخت تي ويهڻ ۽ ظلمن جي باهه ٻاري ڏيڻ. |
| ٩٨٠هه | ١٥٧١ع | سلطان محمود بکري جي قلعي ماٿيلي تي اڪبر بادشاهه جي جرنيلن جي چڙهائي ۽ فتح ۽ سنڌ ۾ مغليه سلطنت جو بنياد. |
| ٩٨٠هه | ١٥٧١ع | سلطان محمود بکري جي نياڻي جو اڪبر بادشاهه جي عقد نڪاح ۾ اچڻ. |
| ٩٨٢هه | ١٥٧٣ع | سلطان محمود بکري جي وفات، بکر جي علائقي تي گيسو خان جي گورنري. |
| ٩٩٣هه | ١٥٨٤ع | ظالم حڪمران مرزا محمد باقي جو پاڻ کي پيٽ ۾ خنجر هڻي آپگهات ڪرڻ، سندس ارڙهن سالہ اقتدار جو خاتمو ۽ مرزا جاني بيگ جو تخت تي ويهڻ. |
| ٩٩٤هه | ١٥٨٥ع | اڪبر بادشاهه طرفان مرزا جاني بيگ ڏانهن اطاعت لاءِ خط ۽ نواب صادق محمد کي وڏو لشڪر ڏيئي سنڌ تي چاڙهي موڪلڻ ۽ نواب صادق محمد جي شڪست. |
| ٩٩٩هه | ١٥٩٠ع | اڪبر بادشاهه طرفان نواب خان خانان کي سنڌ مٿا چاڙهي موڪلڻ ۽ جاني بيگ جي ان سان سخت لڙائي. |
| ١٠٠٠هه | ١٥٩١ع | مرزا جاني بيگ ۽ نواب خان خانان جو صلح ۽ سڄي سنڌ جو اڪبر بادشاهه جي سلطنت ۾ شامل ٿيڻ ۽ ارغونن ۽ ترخانن جي مستقل اقتدار جو خاتمو. (٦) |

## ڏهين صدي هجري جو علمي ۽ ادبي جائزو

سنڌ سڄوري لاءِ علمي ۽ ادبي اعتبار سان، ڏهين، يارهين ۽ ٻارهين صدي هجري نهايت بخت واريون صديون ثابت ٿيون. ١٠ صدي هجري کان اڳ سنڌي عالمن جي ڪنهن بہ خاطر خواه (دل گُهري) علمي ڪاوش جو پتو نہ ٿو پوي يا تہ تاريخ جي ڪتابن اهڙي ادبي خدمتن کي، اسان کان اوجهل رکيو آهي. پر معلوم ائين ٿئي ٿو تہ ائين ۽ نائين صدي، سنڌ لاءِ علمي ۽ ادبي لانحطاط جو دور ثابت ٿيون، ورنہ ڪو تہ ڪارنامو قلمي صورت ۾ ضرور محفوظ ٿي ڪري اسان تائين پهچي ها. يا ان جو نالو ئي ٻڌڻ يا پڙهڻ ۾ اچي ها. جيئن ڏهن صدي جون تصنيفات، ڇاپي يا قلمي صورت ۾ اڄ بہ موجود آهن يا اهڙين ڪاوشن جي ڄاڻ، تاريخ ۽ ادب جي ڪتابن ۾ ملي ٿي.

جيتوڻيڪ ڏهين صدي، سنڌ لاءِ انتشار، ڏڦيڙ ۽ بدامني جو پيغام کڻي آئي، سنڌ ڌارين جي حملن جي آماجگاهہ بڻي، شهر، واهڻ ۽ وستيون ويران ٿيڻ لڳيون، جن جو نقشو مٿي چٽي چڪا آهيون. ان هوندي بہ سنڌ اهل علم جو مرڪز رهي. اهڙي نفسانفسي جي دور ۾ سنڌ وارن علم جا آثار باقي رکيا. پر جيئن تہ ارغون ۽ ترخان غير ملڪي حڪمران هئا ۽ فارسي زبان سندن مادري ۽ علمي زبان هئي. انهيءَ ڪري انهن فارسي ۽ ادب جي سرپرستي ڪئي. سنڌي زبان جي نہ سرڪاري سرپرستي ٿي ۽ نہ علمي محفلن ۾ ئي ان کي ايتري جاءِ ملي. البت فارسي ۽ عربي جي سٺي خدمت ٿي.

ڏهين صديءَ ۾ سنڌ جي عالمن کي ٽن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙا اُهي جيڪي ٻاهران لڏي آيا ۽ سنڌ کي اچي وطن بڻايو. ٻيا اُهي جيڪي اڳ ۾ ئي سنڌ ۾ موجود هئا ۽ باوجود انتشار ۽ ڏڦيڙ جي اِتي ئي رهيا. ٽيا اُهي جيڪي سنڌ جي ناسازگار حالات کي سامهون رکندي هتان لڏي ٻاهر هليا ويا.

## ٻاهر کان آيل علماء

| | |
|---|---|
| ١. ميرڪ عبدالوهاب پوراني | (ت ٩٧٣ هجري) |
| ٢. مولانا عبدالعزيز هروي | (ت ٩٧٣ هجري) (٧) |
| ٣. مولانا اثيرالدين بن عبدالعزيز هروي | (ت ٩٧٣ هجري) |
| ٤. علامہ جلاالدين دواني (٨) | (ت ٩٧٣ هجري) |
| ٥. سلطان محمد فخري هروي | (ت ٩٠٨ هجري) |
| ٦. شاهہ قطب الدين | (ت ٩٧٨ هجري) |
| ٧. قاض محمد اچوي (٩) | (ت ٩٧٧ هجري) |
| ٨. مولانا مصلح الدين لاري | (ت ٩٧٩ هجري) |
| ٩. علامہ يونس سمرقندي | (ت ٩٥١ هجري) |

١٠. شاهہ جهانگير هاشمي (ت ٩٤٦ هجري)
١١. مولانا عبدالخالق گيلاني
١٢. مولانا قاسم ديوان (ت ٩٧٧ هجري)
١٣. مير محمد معصوم بکري(٨) (ت ١٠١٤ هجري)

## اصل سنڌ جا رهاڪو

هيٺيان علماءِ ڪرام آهن، جن، سنڌ ۾ ئي رهي علمي ۽ ادبي خدمتون سرانجام ڏنيون.

١. مخدوم بلاول ٺلٽيءَ وارو(١٠) (ت ٩٢٩ هجري)
٢. قاضي ڏتو سيوهاڻي(١١)
٣. مخدوم رڪن الدين "متو" (ت ٩٤٩ هجري) هن بزرگ جون بہ تصنيفات نالي: شرح اربعين نوويہ ۽ شرح خلاصہ ڪيدائي سندس يادگار آهن.
٤. مخدوم ميران بوبڪائي(١٢) (ت ٩٤٩ هجري)
٥. مخدوم محمد عثمان درٻيلي(١٣) (ت ١٠٠٢ هجري)
٦. مخدوم عبداللطيف درٻيلي (ت ١٠٢٤ هجري)
٧. مخدوم محمد جان درٻيلي
٨. مخدوم عبدالملڪ درٻيلي (ت ١٠٥٧ هجري)
٩. مخدوم سعيد درٻيلي
١٠. مخدوم نوح هالائي (ت ٩٩٨ هجري)
١١. قاضي قاضن بکري(١٤) (ت ٩٥٨ هجري)
١٢. مخدوم عباس هنگورجائي (ت ٩٩٨ هجري)
١٣. مولانا ضياءُ الدين راهوٽي(١٥)
١٤. مخدوم صدرالدين راهوٽي(١٥) ۽ ٻيا علماء

# عربستان ڏانهن هجرت ڪري ويل علماء

مخدوم قاضي عبدالله بن ابراهيم درٻيلي
شيخ رحمة الله بن عبدالله درٻيلي (ت ٩٩٣ هجري)
شيخ حميد بن عبدالله درٻيلي (ت ١٠٠٩ هجري)
شيخ صالح بن عبدالله درٻيلي (١٦)
شيخ عبدالله متقي بن سعد الله درٻيلي (ت ٩٨٤ هجري)
علامه علي بن جلال الدين بن علي ٺٽوي (ت٩٧١ هجري)

## گجرات ڏانهن هجرت ڪري ويندڙ سنڌي علماء

١. شيخ طاهر بن يوسف پاٽائي (١٧) (ت ١٠٠٤ هجري)
٢. مسيح الاولياء حضرت شيخ عيسيٰ بن قاسم (١٨) (ت ١٠٣١ هجري)
٣. مخدوم عثمان بن عيسيٰ بوبڪائي (١٨) (ت ١٠٠٨ هجري)
٤. قاضي عبدالسلام سنڌي (١٨)
٥. مولانا طيب سنڌي ٺٽوي (ت ٩٩٠ هجري)

## هندوستان ڏانهن هجرت ڪري ويندڙ ڪجهه سنڌي عالم

١. ملا مبارڪ بن خضر ناگوري (١٩) (ت ١٠٠١ هجري)
٢. شيخ ابوالفيض فيضي (١٩) (ت ١٠٠٤ هجري)
٣. شيخ ابو الفضل سيوهاڻي (١٩) (ت ١٠١١ هجري)
٤. شيخ عبدالله ٺٽوي وغيره. (ت ٩٩١ هجري)

## ٥. ڏهين صديءَ هجريءَ جي عالمن جو علمي ۽ ادبي ورثو
## ٦. (اجمالي نقشو)

مخدوم رڪن الدين "متو" (٩٤٩ هجري): هن بزرگ جون ٻه عدد تصنيفون سندس يادگار آهن. ١. شرح الاربعين النوويه (حديث) ۽ ٢. شرح خلاصه ڪيداني (فقهه).

مخدوم ميران بوبڪائي: سنڌ جو وڏو عالم هو سندس پٽ مخدوم محمد جعفر سندس تصنيفات تمام گهڻيون آهن، جن ۾ تفسير، حديث، عقائد، تصوف، اصل تعليم، صرف، نحو فقهه، معاني، حاشيه يفسير بيضاوي، شرح صحيح بخاري، منهاج العمال منتخب ڪنزالعمال، عجالة الطالبين، المتانة في المرمة عن الخزانة، الحجة القوية في جواب الرسالة الحلفيه، قرنه في حڪم الحلف بالمرنه والپرنه، التنميق في توقيت المرءة

في التطليق، البيان المبرم في قول السنود "ڇڏي او ڇڏيم"، كمية الواقع، استفتاء في ما تعارف قوم تعليق الطلاق، البصارة في العمل بالاشارة، فتح الدارين، معاقد العقائد المعروف به المڪالمات، الاشارات شرح المڪالمات، اقل و اعدل ڪلمات، ڪشف الحق، ارشاد الصادقين، نهج التعلم (عربي)، حاصل النهج، بنية البيان ۾ بيان البنيہ.

شاهہ بيگ ارغون: شرح الڪافيہ، حواشي شرح المطالع، شرالشريفية علي السراجي.

سيد جهانگير هاشمي: مثنوي مظهر الآثار بجواب تحفة الاحرار، تصوف ۾ سندس شاهڪار تصنيف آهي ۽ سندس هڪ شاعريءَ جو ديوان بہ يادگار آهي.

سلطان محمد فخري بن محمد امير هروي: هفت ڪشور (فارسي)، لطائف نامہ فارسي موضوع تذڪره، تحفة الحبيب، فارسي شاعري روضة السلاطين، صنائع الحسن، جواهر العجائب، ديوان فخري.

شيخ علي بن جلال ٺٽوي: سندس هڪ ڪتاب آداب المريدين، تصوف جي موضوع تي يادگار ڪتاب آهي.

شيخ ميرڪ عبدالوهاب پوراني: سندس فتويٰ جو بياض "مجموعہ فتاويٰ پوراني" فقهہ جي موضوع جو ڪتاب، سندس يادگار آهي.

شيخ مصلح الدين لاري سنڌي: شرح شمائل الترمذي، تعليقات علي تفسير البيضاوي، شرح المنطق، رسالہ في بحث تمام المشترڪ، رسالہ في بحث القدرة والارادة، رساله في بحث الحرڪة، رساله في تحقيق المبدء والمعاد، شرح تهذيب المنطق.

شيخ طيب سنڌي: هن بزرگ جو هڪ ئي ڪتاب "تعليقات علي مشڪوة المصابيح" مشڪات المصابيح جي شرح ۾ يادگار آهي.

علامہ عبدالله ٺٽوي سلطانپوري: ڪشف الغمہ، منهاج الدين، عصمة الانبياء، شرح العقيدة الحافظيہ، رسالة في تفضيل العقل علي العلم، حاشيہ شرح جامي.

علامہ رحمة الله دربيلي: المنسڪ الصغير، المنسڪ المتوسط، المنسڪ الڪبير، تلخيص تنزية الشريعة عن الاحاديث الموضوعة، رسالہ في الاقتداء بالشافعية عربي، غاية التحقيق و نهاية الدقيق.

مخدوم نوح بن نعمة الله هالائي: سندس هڪ يادگار سيني تي ياري آهي، برصغير جو پهريون قرآن جو فارسي ترجمو.

ملا احمد بن نصرالله ٺٽوي: تاريخ اَلفي ٨ جلد فارسي، خلاصة الحياة، رسالہ در اخلاق، جوامع الڪلم.

ملا مبارڪ بن خضر سنڌي ناگوري: هن جو بہ هڪ ڪتاب "منبع العلوم"

يادگار آهي.

شيخ طاهر بن يوسف: تفسير مجمع بحار الانوار، مختصر قوت القلوب، منتخب مواهب لدنيہ، ملتقط جمع الجوامع، موجز شرح القسطلاني علي صحيح البخاري، مختصر تفسير المدارڪ، اسامي رجال صحيح البخاري، رياض الصالحين.

علامہ ابوالفضل فيضي: ديوان قصائد، مثنوي "مرڪز ادوارِ".

## حوالا:


٠١. اها تحرير "بياض هاشمي" ۽ "بياض محمد يامين" (ٻئي قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو) ۽ "منتخب بياض هاشمي" (درگاهہ الہ آباد ڪنڊيارو) ۾ موجود آهي. ۽ اها روايت، علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ وٽ موجود "بياض هاشمي" جي جلد ۴ ورق ٨٢ ۾ پڻ موجود آهي.

٠٢. قاضي اطهر مبارڪ پوري، مقالہ "سنڌ ۽ هند ۾ علم حديث ۽ محدثين". ڪتاب سنڌ باب الاسلام، تنظيم فڪر و نظر سکر، ١٩٨٥ع (اردو حصو) ص ۴، ٥،٦.

٠٣. حافظ ابن ڪثير، "البداية والنهاية" جلد نمبر ٩ مڪتبۃ المعارف بيروت طبع ثالث ١٩٧٨ع، ص ٨٨.

٠۴. مخدوم جعفر بوبڪائي، "قرنہ في حکم، مرنہ" خطي، پنجاب يونيورسٽي لاهور.

٠٥. سيد حسام الدين راشدي، ڪتاب "مير محمد معصوم بکري"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٩ع، ص ٦٣ ۽ ٦۴.

٠٦. ڊاڪٽر عبدالله ڪوسو، مقدم مخدوم جعفر بوبڪائي سوانح حيات خدمات ص ۴٠، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، ٢٠١٢ع (مقدمہ جو خلاصو).

٠٧. ڊاڪٽر عبدالله ڪوسو، مقالہ، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.

٠٨. مخدوم امير احمد (ترجمو) تاريخ معصومي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ١٩٦٥ع.

٠٩. مخدوم جعفر بوبڪائي، البيان المبوم، قلمي موجود، پنجاب يونيورسٽي لاهور.

١٠. مير علي شير قانع، مقالات الشعراء، ص ٩١، طبع اول، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي ١٩٥٧ع.

١١. دين محمد وفائي، تذڪره مشاهير سنڌ، ج ١، ص ٦٦، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ١٩٨٥ع.

١٢. مخدوم عثمان دربيلوي، شجره مخدومان دربيلہ، قلمي موجود، قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو.

١٣. شجره مخدومان دربيل، ص ٢٥ _ ٣٠.

١۴. عوني مانڊوي تذڪره ابرار ترجمہ اردو گلزار فائونڊيشن لاهور ١٣٩٥ع.

١٥. مخدوم جعفر بوبڪائي، البيان المبوم، قلمي موجود، پنجاب يونيورسٽي لاهور.

١٦. مطيع الله راشد، برهان پور ڪي سنڌي اولياء، ص ٢٠٥، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٧ع.

١٧. علامہ موثوي مانڊوي، تذڪره ابرار اردو اسلامڪ فائونڊيشن لاهور، ص ٣٧٥ سن غير موجود.

١٨. مطيع الله راشد، برهان پور ڪي سنڌي اولياء، ص ٢٠٥، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٧ع.

١٩. فتح محمد سيوهاڻي ابوالفضل ۽ فيض، ص ١۴، سنڌ تحقيقي بورڊ ١٩٥٧ع.